## حصو – ب (مختصر جوابن جا سوال)

**نوٽ: هيٺين سوالن مان ڪن به 9 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 04 مارڪون رکيل آهن.**

سوال2: پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي مهمانن سان ڪيئن پيش ايندا هئا؟

سوال3: ايڪو ۽ اتحاد ڪهڙي طرح قائم ڪري سگهجي ٿو؟

سوال4: علامہ آءِ. آءِ. قاضي وائس چانسلريءَ تان استعيفي ڇو ڏني؟

سوال5: اسلامي سيڪريٽريٽ برپا ڪرڻ ۾ ڪنهن جو وڏو هٿ هو؟

سوال6: لباس جي معاملي ۾ ڪهڙيون ڳالهيون آڏو رکڻ گهرجن؟

سوال7: ملڪي وسيلن کي ڪيئن صحيح استعمال ڪري سگهجي ٿو؟

سوال8: حضرت امام حسين عليہ السلام ڪنهن جي پاڪ هنج ۾ پليا ۽ نپنا؟

---

سوال9: ملڪ جي خوشحاليءَ جو دارومدار ڇا تي آهي؟

سوال10: عيدگاهہ لفظ جي پڇاڙي "گاهہ" آهي، اوهان اهڙا ٻيا چار لفظ ٺاهيو.

**سوال11: هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

اجاگر ـ وانجهيل ـ خانگي ـ ايذاءُ

**سوال12: هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

زندهہ ـ اعليٰ ـ استاد ـ ڳڻ.

**سوال13: ضمير خالص جي تعريف لکو.**

## حصو – ج (تفصيلي جوابن جا سوال)

**نوٽ: هيٺين سوالن مان ڪن بہ 3 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 08 مارڪون رکيل آهن.**

سوال14: هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ شعر جي سمجهاڻي لکو.

(الف) ڇا ڪندو ڪو اصل تي يا نسل تي پنهنجي غرور،
اصل نسل انسان جو آهي ان جي واسطي.

(ب) هن سرن کي نت نبي صلوات جا بخشيا ثواب
تن جي پارت ڪيائين باجن و بشر اي آسمان.

سوال15: اسلام انسانيت بابت اسان کي ڇا ٿو سيکاري؟

**سوال16: هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ شاعر جو احوال لکو.**

سچل سرمست ـ محمد صديق مسافر ـ مرزا قليچ بيگ.

سوال17: پنهنجي اسڪول جي هيڊماستر/ مسٽريس کي اسڪول ڇڏڻ جي سرٽيفڪيٽ لاءِ درخواست لکو.

**سوال18: هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ سبق جو خلاصو لکو.**

عقلمند بادشاهہ ـ گورک هل اسٽيشن.